سنڌ جو قومي اڳواڻ ۽ بي لوث خدمتگار

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

پروفيسر اعجاز قريشي

منجهر پبليڪيشن، دادو

# ليکڪ بابت

پروفيسر اعجاز قريشي سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب، ڄاڪوڙي، سماج سڌارڪ ۽ ثابت قدم سياسي ڪارڪن رهيو آهي. هن سنڌ جي ادب، تاريخ، ٻوليءَ ۽ فلاح بهبود توڙي ترقيءَ واري ميدانن ۾ اهم ڪم ڪيو آهي. هو پروفيسر طور 28 سال سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊائريڪٽر سنڌ ڊولپمينٽ اسٽڊيز ۽ ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف بزنس اسٽڊيز رهيو آهي. ان کانسواءِ نيشنل رورل سپورٽ پروگرام ۽ سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جو جنرل مئنيجر پڻ رهي چڪو آهي. پروفيسر قريشيءَ جي ڪم جي حصي ۾ لڳ ڀڳ ويهارو کن ڪتاب آهن، جيڪي ادب، سياست، سماجيات، اقتصاديات، تاريخ ۽ ٻوليءَ کان وٺي سماجي ترقيءَ تائين پنهنجي پاڻ ۾ موضوعن جي وسعت رکن ٿا. ان کانسواءِ سنڌ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ گڏيل تن ڏهاڪن کان سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي وقتائتي نموني لکندو رهيو آهي. هن پنهنجي ڪيريئر ۾ ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر دنيا جا دورا ڪيا آهن، جن ۾ ڪيترين ئي ڪانفرنسون ۽ سيمينار شامل آهن ۽ هن مختلف موضوعن تي ڪيترائي ليڪچر پڻ ڏنا آهن. هن وقت پروفيسر قريشي سنڌ ۾ آبپاشي نظام جي سڌارن تي ڪم ڪري رهيو آهي.

Address: 88, Muslim Housing Society Hyderabad,
Sindh, Pakistan.
Phone: +92-222-653139
Cell: +92-(0)300-3040737

سنڌ جو قومي اڳواڻ ۽ بي لوث خدمتگار

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

پروفيسر اعجاز قريشي

منچر پبليڪيشن، دادو

منڇر پبليڪيشن جو ڪتابچو نمبر (6)

سنڌ جو قومي اڳواڻ ۽ بي لوث خدمتگار

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

پروفيسر اعجاز قريشي

منڇر پبليڪيشن، دادو

هن ڪتاب جا سڀ حق ۽ واسطا اداري وٽ محفوظ آهن.

ڪتابڙو: سنڌ جو قومي اڳواڻ ۽ بي لوث خدمتگار
ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي
ليکڪ: پروفيسر اعجاز قريشي
ڇاپو: ٻيون، مئي 2008ع
ڇپائيندڙ: منچر پبليڪيشن، دادو
ڇپيندڙ: لاهوت آرٽ پرنٽرز حيدرآباد
تعداد: پنج سئو
ٽائيٽل ۽ ڪمپوزنگ: سليمان سميجو
قيمت: 30 روپيا

# ارپنا

سنڌ جي انهن سيني ڪردارن
ڏانهن، جن سنڌ ۾ هارين
جي حقن لاءِ هاري ڪميٽيءَ
جي پليٽفارم تان پاڻ
پتوڙيو.

# پنهنجي پاران

خوشحال سنڌ جو خواب ڪنهن جو نہ هوندو؟ هر سنڌي، سنڌ کي خوشحال ڏسڻ جو خواهشمند آهي پر اسان جي سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙا تمام گهٽ ماڻهو نظر اچن ٿا، جن نہ رڳو اسان کي ڌرتيءَ سان محبت ڪرڻ ڪرڻ سيکاري پر پاڻ ان لاءِ عملي نمونو (Model) ٿي بہ ڏيکاريو. اهڙن اڳواڻن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو نالو پهرين نمبرن ۾ اچي ٿو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ هن ڌرتيءَ جي سڀ کان وڌيڪ مظلوم طبقي ڌر "هاري" جي حقن لاءِ پنهنجي سموري زندگي وقف ڪري ڇڏي. 1940ع، 1950ع ۽ 1960ع واري ڏهاڪي ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي سياست ملڪي سطح تي ڇانيل رهي، هن هاري ڪاميٽيءَ جي پليٽ فارم تي هارين جي بنيادي حقن لاءِ نہ رڳو پاڻ پتوڙيو پر سرڪار کي انهن جا حق مڃرائڻ تي مجبور بہ ڪيو. اهو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي ڏينهن رات محنتن ۽ مخلص قيادت جو ئي نتيجو هو، جو هن سنڌ حڪومت کان هارين جي حقن جي قانوني تحفظ لاءِ "سنڌ ٽيننسي ايڪٽ" 1949ع ۾ منظور ڪرايو. جيڪڏهن اسين ذڪر ڪيل دؤر واري سندس سياسي سرگرمين جو تفصيلي جائزو وٺنداسين تہ پتو پوندو تہ هن هارين جي حقن لاءِ ڪيئن نہ پنهنجي گهر، ڪٽنب ۽ ذاتي خواهشن کي جهڙوڪر الوداع چئي پاڻ کي ڪُل وقتي سياسي اڳواڻ بڻائي ڇڏيو هو. پاڻ هارين کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪري ڪين پنهنجن حقن جي باري ۾ آگاهي ڏيڻ ۽ پنهنجا حق ڇني وٺڻ جي تربيت ڏيڻ لاءِ سموري سنڌ جي شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ وڏي هاري ڪانفرنسون منعقد ڪرايائين. نہ رڳو ايترو پر هارين جي بنيادي حقن تي ايترو تہ منظم انداز سان سياست ڪيائين جو بل آخر هنن

سرڪار کان هارين جا ڪجهه هيٺيان اهم حق مڃرائڻ ۾ ڪامياب ويو.

* سکر ۽ ڪوٽڙي بئراج جڙڻ کانپوءِ آباد ٿيندڙ زمين مان هارين لاءِ ڪوٽا رکرائڻ.

* هارين لاءِ مستقل هاريپي جي حقن جو تعين ڪرڻ.

* بٽئيءَ مان هاري ۽ زميندار جو حصو اڌو اڌ منظور ڪرائڻ. (ياد رهي ته ان کان پهريان ڪوبه بٽئيءَ جو نظام ڪونه هو. هاري زمين کيڙيندو هو ۽ زميندار کيس فقط سال ۾ کائڻ جو اناج ڏيندو هو.)

* زمين جي وڪرو ڪرڻ جي صورت ۾ زمين تي پهريون حق هاريءَ جو تسليم ڪرائڻ.

مطلب ته ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جون سنڌ جي نه رڳو هارين پر عام ماڻهن لاءِ ڪيتريون ئي خدمتون آهن، جيڪي ڪڏهن به وساري نه ٿيون سگهجن. هُو انتهائي مخلص، سچو، سادو ۽ کرو انسان هو. سندس وطن دوستي ۽ ڌرتيءَ سان محبت جي حوالي سان سندس سموري سياسي تاريخ شاهد آهي. هارين جي حقن لاءِ هن جيل ياترا به ڪئي ته نوڪريءَ کي الوداع به فقط ان ڪري ڪيائين جو هن هارين کي ٻي يارو مددگار ڇڏڻ نه ٿي چاهيو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي ڪيل خدمتن تي مون تفصيلي روشني پنهنجي الڳ مضمون ۾ وڌي آهي، هتي فقط آئون هي عرض ڪرڻ چاهيان ٿو ته مون سنڌ جي مختلف وڏين شخصيتن جي خدمتن جي عيوض ڪتابڙا لکڻ جي سيريز شروع ڪئي آهي، هن کان اڳ چار ڪتابڙا مارڪيٽ ۾ اچي چڪا آهن ۽ هي پنجون ڪتابڙو آهي. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي حوالي سان هيءُ منهنجو ننڍڙو Tribute آهي، جيڪو آئون کيس سندس 38هين ورسيءَ جي موقعي تي ڪتابڙو ڇپائي پڌرو ڪرڻ جي صورت ۾ ڏئي رهيو آهيان، اميد آهي ته سندس حضور ۾

منهنجو هي نظرانو ضرور قبول پوندو. هتي آئون اهو عهد هڪ ڀيرو ٻيهر ورجايان ٿو تہ انهن سنڌ جي سمورن قومي ڪردارن تي الڳ الڳ مضمون لکي ڪتاب ڇپرائڻ جو سلسلو جاري رهندو. جن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جيان ڏينهن رات هڪ ڪري سنڌ وطن جي خدمت ڪئي ۽ سنڌ جي عوام جي ذلين ۾ اهڙي تہ لاٽ ٻاري جيڪا اڄ سوڌو ايئن ٻري رهي آهي- ۽ سنڌ ۾ هيءَ سموري روشني (سياسي سجاڳي) ان جي ئي بدولت آهي.

پروفيسر اعجاز قريشي

21 مارچ2008ع

مسلم سوسائٽي، قاسم آباد- حيدرآباد

# ٻہ اکر

سنڌ ۾ ٽي تحريڪون پنهنجو شاندار پس منظر رکن ٿيون، جن جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ تمام وڏي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي اٿل پٿل ٿي. اهي تحريڪون هيون هاري تحريڪ (هاري ڪاميٽيءَ جي پليٽفارم تان)، ٻي اينٽي ون يونٽ تحريڪ ۽ ٽين هئي ايم آر ڊي (جمهوريت جي بحالي) واري تحريڪ. هنن تحريڪن ۾ سنڌ جي عوام ڀرپور حصو ورتو هو، نہ رڳو حصو ورتو هو پر سون ۽ هزارن جي تعداد ۾ پنهنجي جان جا نذرانا ڏئي تحريڪن کي سوڀارو ڪيو هو. ٽنهي تحريڪن جي نتيجي ۾ ڪاميابيون ٿي پلڙ پيون هيون، جن جن مقصدن لاءِ هي تحريڪون شروع ٿيون. اهي مقصد ماڻي ٿي رهيون. سڀ کان اوائلي تحريڪ هئي هارين جي حقن جي تحريڪ، جيڪا هاري ڪاميٽيءَ جي پليٽ فارم تي شروع ڪئي وئي ۽ پوءِ ٻن ڏهاڪن جي لڳاتار جدوجهد کانپوءِ هارين جي حقن بابت سنڌ حڪومت کان هارين جي حقن جي تحفظ ۽ ضمانت لاءِ هڪ قانوني ڊاڪيومينٽ (سنڌ ٽيننسي ايڪٽ) منظور ڪرايو ويو. جيتوڻيڪ هي ايڪٽ 1949ع ۾ منظور ڪيو ويو پر ان کان اڳ هارين جي تحريڪ هارين جي حقن جي حاصلات لاءِ ٻيا معاملا پڻ طئي ڪري چڪي هئي. مثال طور 1932ع ۾ سکر بئراج نهر کانپوءِ ان جي ڪمانڊ ايريا ۾ آباد ٿيندڙ زمين تي هارين جو حق مڃائڻ شامل هو. اهو هارين جي حقن لاءِ هلندڙ هن ٻي مثال تحريڪ جو ئي نتيجو هو. جو هاري ڪاميٽيءَ جا اڳواڻ هارين لاءِ زمين جي ڪوٽا رکرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هئا. تنهن

کان علاوه هارين ۽ زميندارن جي رڄ ۾ فصل جي اُپت مان حصيداري طئہ ڪرڻ لاءِ "اڌو اڌ بٽئي" واري نعري کي بہ قانوني حيثيت ملي ۽ سنڌ ٽيننسي ايڪٽ پاس ٿيڻ کان پهريان ئي بٽئي اڌو اڌ ڪرائڻ ۾ ڪاميابيون ملي چڪيون هيون.

هارين جي حقن واري تحريڪ ڪانپوءِ 60ع واري ڏهاڪي ۾ اينٽي ون يونٽ تحريڪ بہ عروج تي رهي. اها ڳالهہ تاريخ جو حصو آهي تہ هن تحريڪ ۾ بہ هاري ڪاميٽي هر اول دستي جو ڪردار ادا ڪيو. ذڪر ڪيل ٻنهي تحريڪن جي ڪاميابين جو راز فقط ۽ فقط اهي رهنما ۽ رهبر هئا. جن تحريڪن کي منزل تي پهچائڻ لاءِ پنهنجي زبردست ڪمٽمينٽ ۽ اڻٿڪ جدوجهد جو مظاهرو ڪيو هو. اهڙن ليڊرن ۾ جيتوڻيڪ ڪيترائي نالا اچي وڃن ٿا، جن جي اڻٿڪ ڪوشش سبب ئي هنن تحريڪن کي ڪاميابي نصيب ٿي هئي پر انهن تحريڪن ۾ بہ نالا سيني کان نمايان نظر اچن ٿا، ۽ اهي هئا سائين جي ايم سيد ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي. جيتوڻيڪ سائين جي ايم سيد سنڌيءَ ريت هاري ڪاميٽيءَ ۾ ايترو سرگرم اڳواڻ ڪونہ رهيو پر مختلف پليٽ فارمن ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ هو بہ هارين جي حقن لاءِ هڪ مضبوط آواز بڻيل رهيو. جڏهن تہ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي هارين جي تحريڪ ۽ اينٽي ون يونٽ تحريڪ ۾ هڪ نمايان ۽ نروار حيثيت ۾ اڳواڻي ڪندو رهيو.

تاريخ جي هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ مون جيڪو بہ ٿورو گهڻو مطالعو ڪيو آهي ان آڌار مون کي سنڌ ۾ 4 سياستدان اهڙا نظر اچن ٿا جن جون ڪيل خدمتون باقي سيني سياستدانن مان مٿانهون آهن. اهڙن چئن ليڊرن ۾ شهيد الله بخش سومرو، شهيد سيد صبغت الله شاهہ راشدي عرف "سورهيہ بادشاهہ"، سائين جي ايم سيد ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي. جيتوڻيڪ ذڪر ڪيل چئن ئي شخصيتن تي سنڌ ۾ تمام گهڻ ڪم ٿيو آهي ۽ انهن جي سياسي زندگيءَ جا اڃان ڪيترائي ڪارناما ۽ ڪاميابيون اهڙيون آهن، جيڪي تاريخ جو حصو نہ ٿي سگهيون آهن پر

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ تي سڀ کان گهٽ ڪم ٿيو آهي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ هنن عظيم شخصيتن تي اڃان وڌيڪ سائنسي ۽ تحقيقي انداز سان ڪم ڪيو وڃي.

ان سلسلي ۾ سنڌ جي نامياري ليکڪ ۽ سماجي اڳواڻ پروفيسر اعجاز قريشيءَ پاران سنڌ جي عظيم سياستدان ۽ عوامي اڳواڻ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ تي هڪ مقالو لکي هڪ پُستڪ ڇپائي پڌرو ڪرڻ انتهائي تعريف جوڳو ڪم آهي. هونئن بہ پروفيسر اعجاز قريشي سنڌ جي عظيم خدمتگارن کي پنهنجي قلمي پيٽا ڏاڍي وقتائتي ۽ خوبصورتيءَ سان ڏيندو رهيو آهي. جيتوڻيڪ هڪ اديب ۽ ليکڪ جو ڪم هجي ٿو تاريخي واقعن ۽ شخصيتن تي قلم کڻڻ ۽ اهڙين لکتين کي ڇپائي ڪتابي صورت ڏيڻ وري ادارن جو ڪم هجي ٿو پر هن شخص کان ايترو انتظار ڪٿي ٿئي ٿو تہ هو ڪتاب اچڻ جو انتظار ڪري ۽ پوءِ تي سگهي ٿو تہ اهو ڪتاب اچي بہ نہ!

هونئن بہ پروفيسر اعجاز قريشي سنڌ جي قومي هيروز کي مان ۽ مڃتا ڏيڻ ۾ سڀني کان اڳيرو ۽ تڪڙو رهيو آهي ۽ ان معاملي ۾ اڳيرو ۽ تڪڙو هجڻ بہ گهرجي! هيءَ پُستڪ بہ سندس ان ئي نيڪ خواهشن ۽ جذبن جو اظهار آهي تہ سنڌ جي هيروز کي سندن عظيم خدمتن عيوض مان ۽ مڃتا ڏيڻ ۾ هميشہ اڳين صف ۾ هجڻ گهرجي. پروفيسر اعجاز قريشي هن کان اڳ بہ سنڌ جي ٻين مسئلن ۽ عظيم اڳواڻن شوڪت سنڌي، سيد غلام مصطفيٰ شاهہ، سنڌي ٻولي ۽ هندستان مان سنڌ آيل اديبن لاءِ چار پستڪ لکي چڪو آهي. سندس پاران ان سلسلي ۾ شروع ڪيل سيريز جو هي پنجون پستڪ آهي ۽ اميد آهي تہ سندس اهو سلسلو ڊگهي عرصي تائين هلندو رهندو.

امام علي ڏيٿو
سيوهڻ شريف - ضلع ڄامشورو
21 - 05 - 2008

# سنڌ جو قومي اڳواڻ ۽ بي لوث خدمتگار

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

سنڌ گذريل ڪيتري عرصي کان تمام گهڻن مسئلن ۾ گهيريل آهي، پوءِ اهي مسئلا سماجي هجن يا ڪٿي اقتصادي يا وري سياسي هجن. گذريل ڪجهه ڏهاڪن تي نظر ڊوڙائبي تہ سنڌ جي تمام گهڻن سورن ۽ تڪليفن تي نظر پوي ٿي. گذريل ڪيتري عرصي کان ون يونٽ، ٻولي، پاڻي، زمين جي ورهاست ۽ انهن سان لاڳاپيل ڪيترائي اهنج نظر اچن ٿا. پر ساڳئي وقت انهن جي حل لاءِ پتوڙيندڙ اسان جي نظرن آڏو سنڌ جا ڪيترائي هڏڏوکي اڳواڻ ۽ ڏاها پڻ نظر اچن ٿا. انهن ڏاهن جي محنتن، ڪوششن ۽ اڻ ٿڪ جدوجهد کي وساري نٿو سگهجي. اهڙن عظيم اڳواڻن ۽ ڏاهن ۾ محترم سائين حيدر بخش جتوئيءَ جو نالو سر فهرست آهي. جنهن پنهنجي سڄي ڄمار جدوجهد ۽ ڪوشش سان سنڌ جي حقن لاءِ وڙهندي گذاري. سنڌ جي لاءِ ون يونٽ هڪ وڏو ڪارو دؤر هو. انهيءَ دوران سنڌ جي ٻين اڳواڻن سان گڏوگڏ حيدر بخش جتوئي سڀ کان اڳيرو هو. 1954ع جو زمانو هو. آئون ذري گهٽ 9- 8 سالن جو هئس ۽ دادوءَ جي ننڍي شهر جو رهندڙ. جتي منهنجو والد صاحب علي احمد قريشي وڪالت ڪندو هو. هڪ ڏينهن صبح جو گهر ۾ اها ڳالهہ ٻڌڻ ۾ آئي تہ اڄ جتوئي صاحب اسان وٽ اچي رهيو آهي، ٻيا ڪجهہ ساٿي بہ گڏ هوندس. اوطاق ۾ سندس رهڻ جو بندوبست ڪيو ۽ گهر ۾ مانيءَ جو بندوبست پڻ. شام تائين ڪجهہ مهمانن جي رهائش جو بندوبست ٿي ويو، ٿوري وقت ۾ مهمان بہ اچي ويا. والد صاحب جتوئي صاحب سان

ملايو. بابا ۽ جتوئي صاحب هڪ ٻئي کي ڪامريڊ چئي مخاطب پئي ٿيا.
آئون تمام ننڍو هئس، تنهن ڪري مون کي اها تاريخ ياد ناهي پر ٻئي ڏينهن تي شام ڌاري دادوءَ شهر ۾ ون يونٽ خلاف هڪ تمام وڏو جلسو ڪرنايو ويو هو، جنهن جو انتظام سنڌ هاري ڪاميٽيءَ طرفان ڪرايو ويو هو. سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو سربراهه محترم حيدر بخش پاڻ هو. دادوءَ ۾ منهنجو والد صاحب هاري ڪاميٽيءَ سان لاڳاپيل هو ۽ دادوءَ جو صدر پڻ. ٻئي ڏينهن ڪيترائي اڳواڻ شريڪ ٿيا. مون کي جلسو چٽيءَ طرح ياد آهي، پر گهڻن شريڪ اڳواڻن جا نالا ياد ناهن. چند نالا ياد پون ٿا، جن تقريرون پڻ ڪيون، تن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، محترم علي احمد قريشي، تاج صحرائي، محترم ابو بڪر مگسي ۽ محترم شوڪت سنڌي مرحوم ۽ ٻيا شامل هئا.

وقت گذرندو رهيو. ون يونٽ خلاف سنڌي ماڻهن جو آواز دادو ضلعي سميت سڄي سنڌ ۾ وڌندو ۽ مضبوط ٿيندو رهيو. انهيءَ زماني ۾ ون يونٽ سان گڏوگڏ سنڌ جو ٻيو اهم مسئلو هو سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جو سانباهو. جتوئي صاحب پنهنجي ٻي تحريڪ سان گڏوگڏ سنڌي ٻوليءَ سان ٿيندڙ ناانصافين خلاف پڻ قلم کنيو ۽ وڙهندو رهيو. ڪجهه وقت دادوءَ ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ وڌيڪ تعليم سانگي منهنجو حيدرآباد اچڻ ٿيو، جتي مان پبلڪ اسڪول ۾ داخل ٿيس، انٽر آرٽس تائين هتي پڙهندو رهيس. 64-1965ع جو زمانو هو، ون يونٽ خلاف تحريڪ وڌندي رهي، سنڌ جي تحريڪ ۾ سنڌ جي تقريبن سڀني ماڻهن ۾ سائين جي ايم سيد، شيخ اياز، شيخ عبدالمجيد سنڌي، تنوير عباسي، قاضي فيض محمد، غلام محمد لغاري، محمد بخش ڏامراهه، حيدر بخش جتوئي، نبي بخش کوسو، نورالدين سرڪي، شوڪت سنڌي ۽ ٻيا

ڪيترائي شامل هئا. جتوئي صاحب اُن زماني ۾ ڪيترائي ڀيرا جيل ياترا ڪري چڪو هو. جتوئي صاحب اڪثر ڪري سنڌ جي جيلن ۾ گهٽ بلوچستان جي خراب ترين جيلن جهڙوڪ مچ ۽ ٻين جيلن ۾ وڌيڪ رکيو ويندو هو.

آئون سال 65-1964ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اقتصاديات جي شعبي ۾ داخل ٿيس. يونيورسٽي پنهنجي زور شور سان هلي رهي هئي. سنڌي شاگردن جو تعداد تمام گهٽ هوندو هو. 65-64ع ڌاري پهريون سال هو. جنهن ۾ سنڌي شاگردن جي گهڻائي داخل ٿي هئي ۽ ان ئي دؤر ۾ ون يونٽ خلاف تحريڪ سڄي ملڪ ۾ زور ورتو پر ان جو گهڻو زور سنڌ ۾ هو. جتوئي صاحب هاري حقدارن واري جدوجهد سان گڏ ون يونٽ خلاف به سرگرم هو. منهنجي نظر ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سنڌ جي چند انهن شخصيتن مان هو. جيڪي سنڌ جي حقن لاءِ دليلن ۽ انگن اکرن جي زور تي وڙهيا. ان چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته سنڌ جو هيءُ فرزند سنڌ جي بقا جي جدوجهد ۾ انگن اکرن ذريعي ويڙهاند ڪندڙ ڌرتيءَ جو اڳواڻ. عالم ۽ اڪابر هو. هُو هڪ بهادر ۽ نه ڊڄندڙ ماڻهو هو.

سال 1965ع کان 1970ع تائين آئون يونيورسٽيءَ ۾ تعليم حاصل ڪندو رهيس. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ جي حقن جي تحريڪ زور ورتو. جنهن ۾ سنڌ جي سياستدانن. اديبن. عالمن ۽ استادن. شاگردن گڏجي جدوجهد ڪئي. اسان جا سياستدان. اسان جا اديب. شاعر. دانشور. سنڌي ادبي سنگت جا دوست جن سنڌ ۾ سڄاڳي آڻڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن ۾ سراج الحق ميمڻ. جمال ابڙو. تنوير عباسي. شمشيرالحيدري. فتاح ملڪ. حميد سنڌي. ناصر سورائي. سليم خواجا. امداد حسيني. نورالدين سرڪي ۽ خاڪي جويو شامل هئا.

اهڙي نموني سان انهيءَ دؤر ۾ شاگرد تحريڪ سان واڳيل دوستن ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ. يوسف لغاري. مسعود نوراني. جام ساقي. اقبال ترين. يوسف ٽالپر. تاج جويو. پير مظهرالحق. امان الله شيخ. يوسف

ميمڻ، مدد علي سنڌي، شاهه محمد شاهه، اقبال ميمڻ، مجيب پيرزادو، غلام مصطفي پرڳڙي ۽ قاضي محمد بخش ڌامراهه شريڪ هئا. آئون به انهيءَ جدوجهد ۾ سڀني دوستن سان لاڳاپيل رهيس.

حيدر بخش جتوئيءَ جي شخصيت انهيءَ سڄي دؤر ۾ عيان ۽ متاثين رهي، مون کي ياد آهي ته 69-1968ع ۾ پاڻ ڪراچي جيل مان آزاد ٿي سڄي سنڌ جي دؤري تي روانا ٿيا. سنڌ جي سڀني وڏن شهرن ۾ سندن استقبال ڪيو ويو ۽ جيل مان آزاديءَ تي کين مبارڪون مليون. دادوءَ جو شهر ان زماني ۾ سنڌ جي ننڍن شهرن ۾ شمار ٿيندو هو پر تنهن هوندي به سندس استقبال لاءِ آيل ماڻهن جي تعداد مان اهو اندازو ٿيو ته منهنجو والد صاحب محترم علي احمد قريشي پڻ هن سڄي وقت ۾ هاري تحريڪ سان لاڳاپيل رهيو ۽ ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ سرگرم رهيو. جتوئي صاحب سان سندس تحريڪ واري دوستيءَ سان گڏ ذاتي دوستي پڻ ٿي وئي. ان ڪري جتوئي صاحب سان منهنجا لاڳاپا ويجها ٿي ويا. انهيءَ سڄي وقت ۾ جڏهن پاڻ حيدرآباد ۾ هئا ته ساڻس تفصيلي ملاقاتون ٿينديون رهيون ۽ سنڌ جي اهم مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ پڻ ٿيندي هئي. 1969ع جو زمانو آهي. ڏکڻ اوڀر پاڪستان جي دؤري تان آيل اتان جو مقبول اڳواڻ شيخ مجيب الرحمان، سنڌ ۾ به آيو هو، جنهن کي ايوب خان لاهور ۾ ٿيندڙ سياستدانن جي گول ميز ڪانفرنس لاءِ پيرول تي آزاد ڪيو هو. شيخ مجيب جي دعوت ۾ سائين جي ايم سيد سميت سنڌ جا چوٽيءَ جا سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ڪوٺايل هئا. منجهند جي مانيءَ کان پوءِ جتوئي صاحب کي شيخ مجيب جي روبرو سائين جي ايم سيد جي بنگلي ٻاهران گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو.

1969ع جي شروعات ۾ جتوئي صاحب سان گڏ اهو فيصلو ٿيو ته سنڌ جا ڪجهه رهنما ۽ سجاڳ ماڻهو گڏجي ون يونٽ خلاف سنڌ جي ڪجهه

ضلعن جو دؤرو ڪن ۽ سنڌي ماڻهن کي هن جدوجهد ۾ وڏي پيماني تي شامل ڪن. انهن اڳراٽن ۾ خود جتوئي صاحب، شيخ اياز، قاضي فيض محمد، قاضي محمد بخش ڌامراهه، حفيظ قريشي وڪيل، امان الله شيخ، شاهه محمد شاهه ۽ آئون گڏ هئاسين. وري پنجن ڇهن ڏينهن ڪانپوءِ آخري جلسو سڪرنڊ ۽ نوابشاهه ۾ ڪيوسين. ذوالحج جي نائين تاريخ هئي ۽ ٻئي ڏينهن عيد هئي، سيني گڏجي نوابشاهه ۾ عيد ملهائي. اسان مان ڪوبہ ڳوٺ عيد ملهائڻ نہ وڃي سگهيو. سڄيءَ سنڌ جي دؤري دؤران انهن جلسن ۾ هزارين ماڻهو شامل رهيا ۽ اُپ ڏاريندڙ نعرا هنيا ۽ ون يونٽ خلاف پنهنجي جدوجهد جو يقين ڏياريو. اهڙيون ڪيتريون ئي يادگيريون آهن، جيڪي وقت بوقت لکبيون پيون. ڇا تہ دؤر هو جذبي ۽ ولولي جي انتها هئي، سنڌ سراپا تحريڪ هئي.

جتوئي صاحب جي شخصيت هڪ اعليٰ پايہ جي شخصيت هئي. پاڻ انتهائي مخلص، پيار ڪندڙ، سلجهيل ۽ انسان دوست ماڻهو هو ۽ سنڌ جي هر تحريڪ جي پهرين صف ۾ شامل رهيو. سندس وڏو ڪارنامو پنهنجي نوڪري ڊپٽي ڪليڪٽري ڇڏي هاري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ ۽ هاري حقدار پارٽي جوڙي مظلوم هارين جي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ هو.

حيدر بخش جتوئيءَ پنهنجي سڄي جدوجهد ۾ هارين جي بهتريءَ لاءِ تمام وڏو تنظيمي ڪم ڪيو. سڄيءَ سنڌ جي ضلعن ۽ ننڍن وڏن شهرن ۾ هاري ڪاميٽيءَ جون شاخون قائم ڪري، سنڌ جي هارين کي سندن حقن جن ۾ سنڌ ۾ بٽئيءَ جو غلط نظام، سنڌ جي ٽيننسي ائڪٽ (هاري قانون) جي تبديلي ۽ هاريءَ کي مهاڳي جو حق ڏيارڻ شامل هئا. هاريءَ جي حقن سان گڏوگڏ هو سنڌ ۾ ون يونٽ مڙهڻ، سنڌ مان سنڌي ٻوليءَ ۽ تعليم کي ختم ڪرڻ جي سلسلي ۾ پنهنجي جدوجهد ۾ تمام اڳيان

رهيو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي زندگي ۽ سياسي سفر جو سربستو احوال سنڌس ڪتاب Statement of the Accused ۾ ملي ٿو، جنهن تي پڻ آئون تفصيل سان لکڻ چاهيان ٿو ۽ اُتان ئي سنڌس ڪجهه يادگيريون هنن پنن تي لاهڻ چاهيان ٿو.

جتوئي صاحب جن جو هيءُ ڪتاب (528) پنج سئو اٺاويهه صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو سنڌس پٽ ڊاڪٽر حاتم جتوئي صاحب باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي اڪيڊمي حيدرآباد طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ جتوئي صاحب جا اوائلي ڇپيل چار پمفليٽ به ڏنا ويا آهن، جيڪي هيٺين ريت آهن:

1. سنڌ سان ناانصافي - 1
2. سنڌ سان ناانصافي - 2
3. اچو ته پاڪستان کي بچايون -1
4. اچو ته پاڪستان کي بچايون-2
5. ملزم جو بيان ڪتاب جو مڪمل متن.

جتوئي صاحب انهن پنجن ئي پمفليٽن ۽ هڪ ڪتاب ۾ سنڌ سان ٿيندڙ سيني ناانصافين تي تفصيلي روشني وڌي آهي. خاص طور تي سنڌ جي زمينن. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ ۾ مختلف وقتن تي ٿيندڙ چونڊون، جن ۾ جتوئي صاحب پاڻ حصو وٺندو رهيو، ون يونٽ ٺهڻ واري ڪهاڻي ۽ ان تي سنڌن تفصيلي تنقيدن جو ذڪر تمام بهترين، صاف ۽ علمي انداز ۾ ڪيو آهي. جتوئي صاحب جو هي سڄو ڪتاب سنڌ جي حوالي سان هڪ مستند تاريخي ۽ اهم دستاويز آهي: جتوئي صاحب پنهنجي پٽي

نمبر پمفليٽ، سنڌ سان ناانصافي نمبر- 2 ۾ واضح انداز ۾ جيڪي ٽڪرا لکيا آهن سي ڪجهه هيئين ريت آهن.

"To. be or not be that is queston for us sindhis today. Sindhi is not - "an administrative unit of Britian creation" sindh was civilized country at that time when Britian was still in the harbaric stage of social devolopment. "Mohen- jo- daro is a living testimony to the ancient culture of sindh. at least a five thousand years old. The "Sindhu" river gets its name from sindh. The ancient greaks changed "S" into "I" and called in the indus river and its valley the indus valley and from this word. "Indus" flowed the india. indo - china. Indonesia. Indies. Red-Indian. Indianan (U.S.A) etc.

جتوئي صاحب پنهنجي انهيءَ پمفليٽ ۾ جنهن جا ڪجهه ٽڪرا اسان ڏنا آهن، تنهن جو تت هيءَ آهي ته سنڌ ڪي برطانيه جو هڪ انتظامي يونٽ نه سڏن گهرجي. ڇو ته سنڌي هر لحاظ کان هڪ قوم آهن. سنڌ جو ڪلچر دنيا جي سمورين ثقافتن کان مٿاهون آهي، پنجابي ڪلچر پوءِ جو ڪلچر آهي، جيڪو هندستان جي پنجن ندين جي نالي سان مشهور هو. جيڪو پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ چار آب يا ٽي آب جو ڪلچر ٿي ويو آهي، ڇو ته ٻه نديون هندستان هليون ويون آهن.

پنجاب جا ماڻهو پنهنجي بوليءَ ۾ لک پڙهه ڪونه ٿا ڪن ۽ اردو بوليءَ جي سهاري جيئن ٿا. پنجاب جي ٻن سياستدانن چوڌري محمد علي ۽ اسڪندر مرزا سنڌ کي جيڪڏهن برطانيه جو انتظامي يونٽ سڏن ٿا ته اهي حقيقتن کان پليل ۽ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ غداري ڪن ٿا. سنڌ کي صرف هڪ صوبو سڏڻ هڪ وڏي غلطي آهي. سنڌ هڪ ملڪ آهي، ساڳي طرح پنجابي ۽ بنگالي به قومون آهن. سنڌ دنيا جي هنن ذڪر ڪيل ملڪن مان ايراضي ۽ آباديءَ جي پيٽ ۾ وڏو ملڪ آهي، آدم شماريءَ ۾ عراق، شام، ڊنمارڪ، چلي، گوئٽيمالا، فلسطين، نيوزيلينڊ، ڪوسٽاريڪا، پاناما ۽ لگزمبرگ ملڪن کان وڏو آهي. ايراضيءَ ۾ سيلان (سريلنڪا)،

ڊنمارڪ، فلسطين، هنگري، ڪوسٽاريڪا، پاناما، بيلجيم، هالينڊ، البانيا ۽ لگزمبرگ ملڪن کان سنڌ وڏي آهي، ڇاڪاڻ ته ان وقت سنڌ جي آبادي انهن سمورن ملڪن کان وڌيڪ هئي.

لگزمبرگ ملڪ جي آبادي ان وقت ٽي لک هئي ۽ ان جي ايراضي هڪ هزار چورس ميل، ان وقت انهيءَ ملڪ جي آبادي ۽ ايراضي سنڌ جي ضلعي لاڙڪاڻي جي آباديءَ ۽ ايراضيءَ کان به گهٽ هئي، هتي اها به عجيب ڳالهه آهي ته ملڪ جي وزيراعظم ون يونٽ جي باري ۾ تقرير ڪندي 22 نومبر 1954ع تي اهو چيو ته (تڏهوڪي مشرقي پاڪستان) جي آبادي 44 ملين آهي ۽ اُن ۾ صرف هڪ صوبائي حڪومت آهي ۽ مغربي پاڪستان ۾ جنهن جي آبادي صرف 34 ملين آهي، چار صوبائي حڪومتون هجن، ان ڪري اهو غلط آهي. اسان ڇهن صوبن کي ختم ڪري مغربي پاڪستان جي هڪ صوبائي حڪومت ناهيون ٿا. ان جي معني اها ٿي ته لنڊن جنهن جي آدم شماري 10 ملين آهي ۽ جنهن جي مٿان هڪ ميئر آهي، تهڙيءَ طرح سنڌ، بلوچستان ۽ پشتونستان صوبن، جن جي آبادي پڻ لنڊن جيتري آهي ان تي به هڪ ميئر مقرر ڪجي! جيڪڏهن سنڌين تي مذمت ڪرڻي آهي ۽ صرف سندن ٻن شين جي مذمت ڪري سگهجي ٿي. اهي ٻه شيون دل جي ڪشادگي ۽ سندن غيرتمندي هجڻ. سنڌين هر وقت پاڪستان جي خدمت ڪئي آهي، ڪراچيءَ کي پاڪستان جي گادي ڪري ڏنائون، سنڌ ۾ پنجابي ۽ پٺاڻ باقلئدگيءَ سان رهي ٿو ۽ نوڪريون ڪري ٿو، انهن کي سنڌين جيترا حق مليل آهن. سنڌين مهاجرن کي پاڻ وٽ جاءِ ڏني ۽ پنجابين، مهاجرن لاءِ پنهنجا دروازا هميشه لاءِ بند ڪري ڇڏيا. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ تي اردو ٻوليءَ کي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، سنڌ جي ريلوي اسٽيشنن ۽ روڊن تي اردوءَ

۾ نالا لکيا ويا ۽ اردوءَ جي ذريعي نالن کي ٽوڙي مروڙي لکيو ويو، جنهن جو مثال هن ريت آهي تہ "پليجاڻي" کي اردو ۾ باليجاني" ۽ سنڌيءَ ۾ پليجاني ۽ "منڊو ديرو" کي اردوءَ ۾ مأنن ڊيرو سنڌيءَ ۾ منڊو دائرو ۽ "ڏهرڪي" کي ڏاهرڪي، "ڪنڊيارو" کي "ڪنڊيرو" ۽ "ڪلهوڙا" کي "ڪالهورا"، "سن" کي "سان" ۽ "سيهڙ" کي "سهار" لکيو ويو.

ڇا هي ٻوليءَ تي حملو ناهي؟

"The nation survives, only if language survives"

"قوم تڏهن زنده رهي پر جي زبان رهي"

جتوئي صاحب پنهنجي ان پمفليٽ ۾ سنڌ سان پنجاب جي وڏن سياستدانن سنڌ جي مسٽر محمد ايوب کهڙو ۽ مسٽر علي محمد راشديءَ طرفان ڪيل ويساهہ گهاتين جو ڪافي ذڪر ڪيو آهي. جتوئي صاحب پنهنجي ٻئي پمفليٽ ۾ اچو تہ پاڪستان کي بچايون نمبر هڪ ۾ ون يونٽ جو نهڻ. زمينداريءَ ۽ جاگيرداريءَ جي نظام کي مضبوط ڪرڻ جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي، جتوئي صاحب انهيءَ پمفليٽ ۾ تڏهوڪي گورنر جنرل غلام محمد کي سنڌيءَ طرح مخاطب ٿيندي چيو تہ:

1- تون برطانوي سامراج جي هٿن ۾ ڪيڏڻ ڇڏي ڏي، توکي سڀ کان اول پاڪستان سان وفادار هئڻ گهرجي.

2- تون ملٽري ڊڪٽيٽرشپ جي مخالفت ڪر.

3- تون سنڌين. بنگالين ۽ پٺاڻن کي پنهنجو اهڙوئي ڀاءُ سمجهہ جهڙو تون پنجابين کي سمجهين ٿو.

4- تون اعتبار ڪر تہ سنڌي پاڪستان جا وفادار آهن ۽ هو پاڪستان کي وڌيڪ مضبوط بڻائڻ لاءِ ڪوشان آهن.

5- ملڪ ۾ ڪابہ ايمرجنسيءَ جي صورتحال ڪونہ هئي، جيڪا تو 24 آڪٽوبر 1954ع تي ملڪ مٿان لاڳو ڪئي. (هي صرف ون يونٽ ناهڻ

لاءِ هنئي وئي)

6- ون يونٽ واري پلان کي ختم ڪر.

7- ايوب کهڙي کي سنڌ جي وزارت اعليٰ تان استعيفيٰ ڏيار.

جتوئي صاحب پنهنجي بئي پمفليٽ ۾ سنڌ جي تڪليفن ۽ سورن تي وڏيڪ تفصيلي روشني وڌي آهي، جنهن ۾ مذهبي مت پيد، غلامي، پردو، ڇڙن شادين جي اجازت، ملائيت، فسطائيت جي سخت مخالفت ڪئي آهي ۽ وري بہ ون يونٽ ختم ڪرڻ، آئيني ايوان (اسيمبليءَ) کي واپس آڻڻ، ملڪ جو جمهوري آئين، آئيني اسيمبليءَ ذريعي ٺاهڻ تي زور ڏنو ۽ آزاد پاڪستان زنده آباد جو نعرو هنيو ۽ اهو چيو تہ اسان کي 15 جنوري 1955ع تي آزاد پاڪستان جو ڏينهن ملهائڻ گهرجي.

جتوئي صاحب پنهنجي هن ڪتاب ۾ خاص طور تي ملزم جي بيان واري حصي ۾ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ بابت وضاحت، سنڌ ۾ هارين جي صورتحال، سنڌ ۾ هڪ پراڻي ڪمشنر ايم مسعود جا هارين بابت رپورٽ جا اهم ٽڪرا، دادو، جوهي، چوٽي چوند، قمبر، شهدادڪوٽ، سنڌ ٽيننسي، محمد ايوب کهڙي جو سنڌ جي ماڻهن سان ناحق ۽ سنڌ ۾ ٽيندڙ چوندن ۾ ڌانڌليون، بيگم کهڙو جي غلط چوند، سنڌ جي بئراجن جون زمينون، ون يونٽ جو پلان، پاڪستان ۾ ڊيموڪريسي، خود مختياري، پنجابي سياستدانن جي سنڌ بابت موقفن کي تمام واضع ۽ چٽي نموني بيان ڪيو آهي.

جيئن مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ جتوئي صاحب سنڌ جو اهڙو تہ منفرد ماڻهو هو، جيڪو سنڌ جي غريب ماڻهوءَ ۽ هاريءَ لاءِ وڙهندو رهيو. پاڻ ڊپٽي ڪليڪٽري ڇڏي اچي هاري ڪاميٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. اوائلي وقت ۾ هاري ڪاميٽيءَ جي هڪ ڪارڪن ۽ پوءِ هڪ

رهنما جي حيثيت سان سنڌ جي هاريءَ کي فائدا ڏيارڻ، انهن سان روز مره جي ٿيندڙ زيادتين کان بچاءُ ڪرڻ. هارين ۾ ذهني ۽ سياسي سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم ڪيو. ان سلسلي ۾ جتوئي صاحب ڪيترين ئي ڪانفرنسون ۽ هارين جون گڏجاڻيون ڪرايون ۽ انهن ذريعي هارين سان مخاطب ٿيو. هي جنهن دؤر جي ڳالهه اڄ اسان هتي ڪري رهيا آهيون اهو 1950ع کان 1960ع وارو ڏهاڪو آهي. جنهن دؤر ۾ لاڙڪاڻي جو اهم سياستدان محمد ايوب کهڙو لاڙڪاڻي جو ٻيو سياستدان پير علي محمد راشدي ۽ اتان جو ٽيون سياستدان قاضي فضل الله سنڌ جي اڇي ڪاري جا مالڪ هوندا هئا. جتوئي صاحب جيئن ته انهيءَ وقت ۾ هارين لاءِ ۽ ون يونٽ خلاف ڪم پئي ڪيو ته محمد ايوب کهڙو، جتوئي صاحب جو سخت مخالف ٿي پيو. جنهن ۾ جتوئي صاحب کي تنگ ڪرڻ، ان کي جيل ۾ وجهرائڻ. ان جي هلچل ۽ چرپر تي بندش وجهرائڻ ۽ اهڙي قسم جون ٻيون ڪئين ڪوششون ڪيون. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ جي ٻن ٽن ضلعن جهڙوڪ دادو، لاڙڪاڻي ۽ سانگهڙ وغيره ۾ ٿيندڙ ننڍيون چونڊون قابل ذڪر آهن.

جتوئي صاحب پنهنجي هن ڪتاب جي صفحي 98 تي اهو ٻڌائين ٿا ته 1950ع ۾ دادو- جوهي سيٽ تي قانون ساز اسيمبليءَ جي هڪ سيٽ پير الاهي بخش جي نااهل ٿيڻ سبب (جنهن لاءِ پٽيشن محترم جي ايم سيد داخل ڪئي هئي) جي ڪري خالي ٿي، محمد ايوب کهڙو تن ڏينهن ۾ سنڌ مسلم ليگ جو صدر هو ۽ پنهنجي هڪ دوست قاضي فضل الله جي معرفت سنڌ جي سياسي وايومنڊل ۽ خالتن تي تمام گهڻو اثرانداز هو ۽ محمد ايوب کهڙي انهيءَ چونڊ لاءِ پنهنجي سالي عبداللطيف پنهور کي بيهاريو. سنڌ هاري ڪاميٽيءَ انهيءَ مقابلي لاءِ نمائندي طور تاج صحرائيءَ جي ڪاغذ داخل نه ٿيڻ جي صورت ۾ حيدر بخش جتوئي

صاحب کي خود بيھاريو ويندو. جناب مدد علي شاھ جيڪو ان وقت ضلعي جو ايڪٽنگ ڪليڪٽر، ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ ريٽرننگ آفيسر هو، تنهن مسٽر کهڙي جو چوڻ ڪيو ۽ سندس سالي جي سمورن مخالفن جا چوند فارم رد ڪيا. مسٽر عبداللطيف پنهور کي بنا مقابلي چونڊيل ميمبر قرار ڏنو ويو. هن مسٽر شفيع محمد آخوند وڪيل کي فارم ڀرڻ واري ڏينهن گرفتار ڪيو ۽ ڪوٽڙي سب جيل ڏانهن روانو ڪيو. جتوئي صاحب کي دادو جي ڊي ايس پي (DSP) مسٽر عبدالحق پوليس جي گاڏيءَ ۾ کڻي وڌو ۽ دادوءَ کان 50 ميل پري لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪ ننڍي شهر باڊهه ۾ وڃي قيد ڪيو. اهو سڀ ڪجهه نامينيشن فارم ڀرڻ واري ڏينهن تي ٿيو. پوليس وٽ ڪوبه وارنٽ يا قانوني ڪاغذ ڪونه هو. اهڙي پٽيشن مون گورنر سنڌ ڏانهن رواني ڪئي. اها چوند پٽيشن سال کن سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ پئي هئي ۽ سال کن ڪانپوءِ محمد ايوب کهڙو وري سنڌ جو وزير اعليٰ ٿي آيو. چوند جي قاعدن قانونن مطابق گورنر وزير اعليٰ جي صلاح سان ٻڌل هوندو آهي ۽ هن ڪيس ۾ وزير اعليٰ محمد ايوب کهڙو هو. گورنر منهنجي پٽيشن رد ڪئي، منهنجي آواز جي ڪابه اهميت ئي ڪانه رهي ۽ اهو هوائن ۾ گم ٿي ويو."

جتوئي صاحب اهڙين ڪيترين ئي اليڪشن جي باري ۾ پنهنجي ڪتاب ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي چرڪائيندڙ ڳالهيون ڪيون آهن، جن جو تفصيل في الوقت هن مضمون ۾ ڪونه ٿو ڏجي. انهيءَ عرصي دوران ڪيترائي دور بدلبا رهيا ۽ سنڌ جي حالتن ۾ هيناهيون مٿاهيون اينديون رهيون. ٿوري وقت ۾ ئي محمد ايوب کهڙي ۽ قاضي فضل الله کي حڪومت مان نڪرڻو پيو، جن تي وري حڪومت ڪيترائي سياسي قانون هٺي ڪين بند ڪيو ۽ اهڙا ڪيترائي ڪيس انهن تي پڻ داخل ٿيا. انهيءَ

دؤر ۾ سنڌ جا چار سياستدان سنڌ جي سياسي حوالي سان وڏي پشماني تي نظر اچن ٿا. جيڪي آهن محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، پير علي محمد راشدي ۽ غلام نبي ميمڻ. 1952ع کان 1954ع تائين محمد ايوب کهڙو سياسي قانون (Proda) پروڊا جي ماتحت بند رهيو ۽ سندس سياسي ڪم ڪار تي بندش وڌي وئي ۽ ان تي سرڪار طرفان ڪيس هلايو ويو ۽ مٿس ڪيترين ئي چارجز مڙهيون ويون، جنهن ۾ محمد ايوب کهڙي ڪي ڪورٽ چڱي نموني هيٺ مٿي ڪيو.

جتوئي صاحب هن ڪتاب ۾ سنڌ ٽيننسي ائڪٽ 1950ع جي باري ۾ تمام تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. ان کان علاوه انهيءَ ڪتاب ۾ ون يونٽ جي باري ۾ تنفصيلي ذڪر ڪيو اٿس. اسين اهو چئي سگهون ٿا ته هيءُ اهڙو پهريون ڪتاب آهي جنهن ۾ ون يونٽ نهڻ جي ڪري سنڌ سان جيڪا ناانصافي ٿي، تنهن جو تفصيلي ذڪر پڻ ڏنل آهي. جتوئي صاحب ون يونٽ جي پلان کي هڪ سازش قرار ڏنو آهي ۽ پنجابي سياستدانن طرفان سنڌ جي حقن تي ڌاڙو هڻڻ قرار ڏنو آهي. پنجابي سياستدانن طرفان بار بار ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ مختلف بهانا پيش ڪيا ٿي ويا، جنهن ۾ خاص طور تي اهو چوڻ ته پاڪستان هڪ آهي ۽ جيڪڏهن ون يونٽ نه نهيو ته عظيم پاڪستان جا عظيم مفاد تباهه ٿي ويندا. جڏهن جناب محمد علي بوگره کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو ته هن جي ڪوشش اها هئي ته پاڪستان جو نئون آئين تيار ٿي ويو آهي، جيڪو 25 ڊسمبر 1954ع تي قائداعظم جي جنم جي تاريخ تي لاڳو ڪيو ويندو ۽ پهرين جنوريءَ تي پاڪستان کي عوامي جمهوريه قرار ڏنو ويندو. محمد علي بوگره جي تقريرن مان اهو به ظاهر ٿيو هو ته ون يونٽ جي اسڪيم عمل ۾ نه ايندي پر جيئن ته پنجاب جي سياستدانن جن ۾ غلام محمد جيڪو

گورنر جنرل هو ۽ ان جا ٻيا ساٿي جهڙوڪ چوڌري محمد علي ۽ پنجاب جو تڏهن جو وڏو وزير ممتاز دولتاني شامل هئا. تن کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ انهن انهيءَ اسڪيم تحت خواجه ناظم الدين کي هٽائي محمد علي بوگره کي آندو هو. پر ان بہ هنن جو ساٿ نہ ڏنو. جنهن دؤر ۾ پيرزادو عبدالستار سنڌ جو وڏو وزير هو. جنهن ون يونٽ جي مخالفت ڪئي. انهيءَ دؤران محمد علي بوگره آمريڪا جي دؤري تي ويل هو. هنن وارو وني عبدالستار پيرزادي جي حڪومت ختم ڪئي ۽ ٽڙ تڪڙ ۾ محمد ايوب کهڙو جيڪو دولتاني جو دوست هو ۽ پروڊا جي قانون تحت سندس سياسي چرپر تي بندش هئي. ان تان اهو پروڊا 20 آڪٽوبر 1954ع تي ختم ڪري ڪيس پاڪ ۽ صاف قرار ڏنو. جيڪو اڳتي هلي وري سنڌ جو وزير اعليٰ مقرر ٿيو ۽ ون يونٽ ٺهڻ ۾ مک ڪردار ادا ڪيائين. 24 آڪٽوبر 1954ع تي گورنر جنرل غلام محمد ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪئي ۽ قانون ختم ڪرڻ، آئيني اسيمبلي ٽوڙڻ جي خلاف جتوئي صاحب سخت احتجاج ڪيو. جيڪو احتجاج پڻ هن ڪتاب جو حصو آهي. انهيءَ اسيمبلي ٽوڙڻ خلاف مولوي تميزالدين جيڪو تڏهن آئين ساز اسيمبليءَ جو اسپيڪر هو. تنهن سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ آئيني درخواست داخل ڪئي. سنڌ هاءِ ڪورٽ مولوي تميزالدين جي حق ۾ ڪيس جو اعلان ڪيو. جنهن فيصلي جي سڄي ملڪ ۾ آجيان ٿي. ۽ سنڌ چيف ڪورٽ جي فيصلي کي ساراهيو ويو. هتي هڪ مزي جي ڳالهه آهي تہ جتوئي صاحب 22 ڊسمبر 1954ع تي ڪيس گرفتاريءَ جو وارنٽ (سنڌ پبلڪ آرڊر ۽ ڊٽينشن ايڪٽ) تحت جاري ڪيو ويو. ان وقت محمد ايوب کهڙو وزير داخلا هو. وري ساڳئي ڏينهن تي ٻيو گرفتاريءَ جو وارنٽ ساڳئي ايڪٽ تحت حيدرآباد جي ضلعي مئجسٽريٽ مسٽر اي ايچ خان جاري ڪيو. ساڳئي

ڏينهن تي وري ٿيون گرفتاريءَ جو وارنٽ ساڳئي قانون تحت سندس وڏو پٽ مصطفيٰ جتوئيءَ (جيڪو انٽر سائنس جو شاگرد هو) جي خلاف جاري ڪيو ويو. اها واقعي حيرانيءَ جي ڳالهه آهي تہ اجان جتوئي صاحب رڻ مس داخل ڪئي تہ سندس ۽ سندس پٽ خلاف ٻي وارنٽ جاري ڪيا ويا ۽ جتوئي صاحب کي ان ڪانپوءِ ڪيتروئي عرصو سکر جيل ۾ رهڻو پيو.

اهڙي نموني محمد ايوب کهڙو جتوئي صاحب لاءِ سمورو وقت وبال جان بڻيو رهيو. جتوئي صاحب جنهن نموني پنهنجي سڄي ڄمار سنڌ جي حقن لاءِ احتجاج پئي ڪيو. ان جا ڪجهہ ٽڪرا آئون هيٺ لکان ٿو.

پنجاب جي چند اقتدار جي حوس جي ماريل سياستدانن سنڌ جي اهڙن ٿي سياستدانن سان گڏجي ون يونٽ ناهڻ جو پلان ٺاهيو، ان سڄي اسڪيم جو پلان ڪوڙ، بدمعاشي، ٺڳي ۽ ننڍن صوبن جي معاش تڳائڻ لاءِ ڪيو ويو. پنجاب هميشہ وانگر اهو نعرو هنيو تہ پاڪستان ۾ رهندڙ سڀ مسلمان آهن، هڪبئي جا ڀائر ۽ هڪ قوم آهن. انهيءَ ڪري مغربي پاڪستان ۾ گڏجي هڪ صوبيٰ ۾ هڪ حڪومت هڪ ثقافت ۾ رهڻ گهرجي. مغربي پاڪستان جا سڀ صوبا اسلامي ثقافت ۽ ڀائپيءَ جا حامل آهن. ننڍن صوبن جي جدا جدا هئڻ ڪري کين تمام وڏو نقصان آهي. سڀ گڏ رهندا تہ انهيءَ ۾ سندن فائدو آهي. سڀني کي هڪ جهڙا حق ملندا. ذريعہ معاش بهتر ٿيندو. سڀني کي نوڪريون ملنديون ۽ اهڙي نموني سان ننڍن صوبن جي ماڻهن کي نام نهاد طريقن سان راضي ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. مغربي پاڪستان جا سڀ ذريعا گڏجي استعمال ڪيا. ان لاءِ گورنر جنرل غلام محمد ۽ سندس ساٿين ون يونٽ جي لاءِ ماسٽر پلان جاري ڪيو. انهيءَ ماسٽر پلان ۾ مٿين ڳالهين ڪانسواءِ اهو بہ چيو ويو تہ ننڍا صوبا انهيءَ اسڪيم کان نہ ڊڄن، ڇو تہ سڀني کي حق پلئہ

پوندو، ڇو تہ غريب ماڻهو انهيءَ جي خلاف ڪونهي، انهيءَ سان صوبائيت پرستيءَ کان نجات ملندي. انهيءَ جي مخالفت صرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو ڪري رهيا آهن، اسان کي (ون يونٽ ناهيندڙن کي) انهيءَ سلسلي ۾ غلط نہ سمجهڻ گهرجي. انهيءَ ون يونٽ ناهڻ لاءِ انهن سياستدانن طرفان ڪيترا پمفليٽ ۽ رپورٽون تيار ڪري ورهايون ويون.

سنڌ جي سڄاڻ ۽ همدرد سياستدانن طرفان ون يونٽ خلاف تڏهن تمام گهڻي ۽ بهتر جدوجهد هلائي وئي. انهن سياستدانن ۾ محترم جي ايم سيد، محترم حيدر بخش جتوئي، محترم قاضي فيض محمد، محترم غلام محمد لغاري، محترم حفيظ قريشي ۽ ٻيا ڪيترائي اديب، شاعر، عالم، استاد، اڪابر ۽ شاگرد شامل هئا. سچ پچ تہ سڄي سنڌ اٿل کائي چڪي هئي. سنڌي ماڻهن طرفان جيڪي اعتراض داخل ڪيا ويا، انهن ۾ سڀ کان اول پنجاب جي آدمشماري 56 سيڪڙو هئي ۽ ٻين سيني جي ملائي 44 سيڪڙو. ننڍن صوبن جي ماڻهن جون نوڪريون، زمينون، ٻولي، ثقافت، انتظام جا ذريعا هئا. جيڪي پنجاب ڏانهن وڃڻ جو ڏپ ۽ خدشا هئا، ظاهر ڪيا ويا، پر محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشديءَ پنجاب جي سياستدانن سان گڏجي سنڌ جي قسمت کي وڪڻڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ون يونٽ ناهي ڏنائون. سنڌ جي ماڻهن انهيءَ اسڪيم جي تمام گهڻي مخالفت ڪئي ۽ ان جي خلاف تمام گهڻو آواز اٿاريو پر انهن جي هڪ بہ نہ ٻڌي وئي. پنجاب جي اخبارن ۽ تعصب پرست سياستدانن پڻ ون يونٽ جي حامي ٻري، ان وقت جتوئي صاحب تمام وڏي بهادريءَ سان وڙهندو رهيو ۽ جيل ڪاٽيندو رهيو.

جتوئي صاحب هن ڪتاب ۾ ون يونٽ جو انتهائي تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. سندس ڪتاب ۾ وڏو حصو ون يونٽ بابت آهي. هن ڪتاب ۾

پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ ۾ ٿيل بحث جو پڻ تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي. هن اسيمبليءَ جي ڪيترن ئي ميمبرن جي تقريرن جا ٽڪرا پڻ پيش ڪيا آهن. جيڪي هڪ وڏي واقعي جا منظر پيش ڪن ٿا. هتي هن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ به لازمي آهي ته جيئن مون هي ڪتاب پڙهيو، ان سان گڏ مون سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ 11 ڊسمبر 1954ع جي ڪارروائي پڻ پڙهي. جنهن ۾ سنڌ اسيمبليءَ ون يونٽ جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو. انهيءَ ڪارروائيءَ ۾ جنهن نموني سان محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي ۽ ٻين جي اقتدار جي حوس کي پوري ڪرڻ لاءِ تقريرون ڪيون ۽ ون يونٽ جي حق ۾ ايترو تفصيل سان ڳالهايو. تنهن مان اهو ظاهر ٿي رهيو هو ته سنڌ ون يونٽ جي لاڳو ٿيڻ کان سواءِ اسري ۽ نسري نه سگهندي. انهيءَ سڄي ڪارروائي پڙهڻ دوران سچ پچ ته مان پاڻ کي تمام ننڍڙو سمجهڻ لڳس ۽ بار بار پنهنجو پاڻ کان اهو سوال پڇي رهيو هئس ته ڇا هي ايڏا وڏا نالا ايترو هيٺ ڪري سگهن ٿا؟ پر پوءِ باقاعدي اها پڪي ٿي ته جهڙي نموني هنن وٽ ون يونٽ جو ڪيس پيش ڪيو يا محمد ايوب کهڙي ڪامريڊ جتوئي صاحب کي پنهنجي سڄي اقتداري دؤر ۾ جنهن نموني تنگ ڪيو ۽ هيٺ ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون. تنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته برابر هو ايترو هيٺ ڪري سگهن ٿا. بقول شاهه سائينءَ جي ته "جو وڙ جنين سي، سو وڙ سيئي ڪن" ۽ ون يونٽ وارو دؤر 1955ع کان 1970ع تائين جاري رهيو. يعني 15 سالن ۾ سنڌ جو نقشو ئي تبديل ٿي ويو. سنڌ جنهن جي مالڪي سنڌي ماڻهن وٽ هئي ڦُرجي ٻين وٽ هلي وئي. ون يونٽ ٺهڻ وقت حڪومت کي خوف هو ته ڪيترا سياستدان ميمبر هن ٺهراءُ جي مخالفت ڪندا. ان ڪري انهن جي ايم سيد، قاضي فيض محمد، پير الاهي بخش، حيدر بخش جتوئي ۽

بين ڪيترن کي جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو.

هيءَ ڪتاب جنهن کي "ملزم جو بيان" جي ٽائيٽل سان ڇپيو ويو آهي اهو 1956ع تائين لکيل آهي، جيڪا درخواست ڪورٽ ۾ پيش ڪئي وئي هئي ۽ بعد ۾ حيدرآباد جي سيشن ڪورٽ مان ڪيس انهيءَ ڪيس ۾ آزادي ملي. حقيقت ۾ ون يونٽ جي خلاف جدوجهد شروع ٿي 1956ع کان ٿي، جيڪا 1970ع ۾ صوبن جي بحاليءَ تائين هلي. انهيءَ سڄي دؤر دوران مون کي پنهنجون ڪيتريون يادگيريون پڻ آهن، جن جو ٿورو ذڪر اٿون مٿي ڪري آيو آهيان.

ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ سڄي سنڌ جي ماڻهن حصو ورتو. سواءِ چند غدارن جي. انهيءَ تحريڪ ۾ سنڌ جي شاگرد تحريڪن ۾ يوسف لغاري، مسعود نوراني ۽ ٻين شاگردن ڪم ڪيو. 1955ع کان وٺي 1967ع تائين مظاهرن، پمفليٽن ۽ اخباري مضمونن ذريعي ون يونٽ کي ختم ڪرڻ لاءِ وڏي پئماني تي تحريڪ هلندي رهي. محترم جي ايم سيد جي قيادت ۾ ون يونٽ جي خلاف متحده محاذ قائم ڪيو ويو. جنهن پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. 1967ع جي 4 مارچ جي واقعي کان وٺي پهرين جولاءِ 1970ع تائين ان تحريڪ سنڌ اندر تمام گهڻي شدت اختيار ڪئي، جنهن سبب يحيٰ خان جهڙي فوجي ڊڪٽيٽر کي ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪرڻو پيو. ون يونٽ خلاف تحريڪ ساڳئي وقت صوبي سرحد ۽ صوبي بلوچستان ۾ پڻ هلندي رهي. آخري وقت ۾ مشرقي پاڪستان جي ليڊر شيخ مجيب الرحمان ۽ اتان جي ماڻهن پڻ ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي ۽ ننڍن صوبن جو ساٿ ڏنو. ون يونٽ جي سڄي دؤر ۾ يعني 1955ع کان 1970ع تائين سنڌي ماڻهن پنهنجن حقن کي غضب ٿيندي ڏٺو. قدرتي وسيلا، معدنيات، زراعت، نوڪريون ۽ زمينون وغيره پنجاب ڏانهن ويندا رهيا.

جتوئي صاحب ون يونٽ جي سڄي ڪيس ۾ سنڌ ۾ جيڪي ٽيڪس هنيا ويا ۽ سنڌ ۾ بئراج جي زمينن جون گهٽ قيمتون مقرر ڪيون ويون انهن جو پڻ تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. جنهن ڏينهن ننڍا صوبا ختم ٿيا. ون يونٽ ٺهيو ۽ مغربي پاڪستان جي گڏي (پول) ۾ ڏني وئي ۽ سنڌ کي پڻ مرڪز کي سوکڙي ڪري ڏنو ويو. جا سنڌ جا ماڻهو اڄان ڪجهه وڏيڪ قرباني ڏين. سنڌ جون زمينون ۽ نوڪريون ون يونٽ ٺهڻ کانپوءِ ملڪ جي ٻين صوبن کان ايندڙ ماڻهن کي تمام گهڻي تعداد ۾ ڏنيون ويون.

مجموعي طرح هيءُ ڪتاب ورهاڱي کانپوءِ سنڌ سان ٿيل زيادتين ۽ ناانصافين جي حوالي سان هڪ دؤر جي مستند تاريخ آهي، جنهن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي صاحب وطن جي هڪ بي باڪ ۽ باضمير پٽ هجڻ جي حيثيت سان سنڌ جو ڪيس ايترو ته جامع، مدلل ۽ وسعت سان پيش ڪيو آهي جو اهو اڄ به اسان لاءِ هڪ مثال آهي. نه رڳو سياسي حوالي سان پر هن ڪتاب مان جتوئي صاحب جي علمي مرتبي جو بخوبي اندازو ٿئي ٿو ته پاڻ ڪيڏي نه وڏي پائي جو سڄاڳ، زنده ضمير ۽ سڄاڻ عالم هو. هي ڪتاب نه رڳو جتوئي صاحب جي پنهنجي وطن سان لازوال محبت جي اهڃاڻ طور پر ساڳئي وقت سنڌ جي سياسي تاريخ جي هڪ اهم دستاويز طور هميشه فخر سان ياد ڪيو ويندو ۽ هميشه جتوئي صاحب جي عظمت جي مڃتا جي هڪ ڀرپور دليل طور ڪم ايندو.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي 7 آڪٽوبر 1901ع ۾ ڳوٺ بکو ديرو ۾ پيدا ٿيو. جيڪو مرحوم حيدر جي دڙي جي ويجهو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي. سندس والده ڄمر کانپوءِ جلد گذر ڪري وئي. هن جي پالنا سندن والد فقير الهداد خان جتوئيءَ ۽ سندن گهر جي ٻين وڏڙن ڪئي، جيئن ته سندس

ڳوٺ ۾ ڪوبہ اسڪول ڪونہ هو. ان ڪري ڳوٺ کان چند ميل پري 11 سالن جي ڄمار ۾ کيس اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. هو هڪ محنتي پڙهندڙ، هوشيار ۽ هونهار شاگرد هو. موڪلن جي ڏينهن ۾ گهڻائي ڪتاب پڙهندو هو. ڳوٺ جي ويجهو پرائمري تعليم ختم ڪرڻ کانپوءِ لاڙڪاڻي شهر جي سنڌ مدرسي اسڪول ۾ داخل ٿيو. هوشيار هئڻ ڪري بہ دفعا اسڪول ۾ ڊبل پروموشن ورتائين. اهڙي ريت مئٽرڪ جو ستن سالن جو ڪورس پنجن سالن ۾ پورو ڪيائين. مئٽرڪ جي امتحان ۾ سنڌ بمبئي يونيورسٽيءَ مان امتحان پاس ڪري، پهريون نمبر آيو. 1980ع ۾ هن فائنل جو امتحان پاس ڪيو. راندين ۾ گهوڙي سواري، ترڻ، ملاکڙو، ڪوڏي ڪوڏي جو شوقين هو. اسڪول جي تعليم کانپوءِ ڪراچيءَ جي (D-J) ڊي جي ڪاليج ۾ داخل ٿيو. ميٺارام هاسٽل ۾ رهيو ۽ 1927ع ۾ (B-A) بي- اي پاس ڪيائين ۽ هڪ نظم "ڪاليجي ڪبوتر" لکيائين، جيڪو تمام گهڻو مشهور ٿيو. ڪاليج جي مئگزين جو ايڊيٽر ٿيو ۽ کيس ڪاليج طرفان سرسوتي ادبي انعام مليو. پنهنجي محنت جي ڪري سڄي تعليم جي دوران کيس اسڪالرشپ ملندي رهي، پاڻ ننڍي هوندي کان ئي سماجي ڪم ڪار ڪندو هو. پاڻ آڪٽوبر 1927ع ۾ روينيو کاتي ۾ هيڊ منشي پرتي ٿيو. 1931ع ۾ مختياڪاريءَ جي عهدي تي واڌ مليس ۽ 1937ع ۾ ڪليڪٽريءَ جي عهدي تي فائز ٿيو.

1954ع ۾ نوڪريءَ کي خيرباد چئي اچي هاري ڪاميٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. پنهنجي 18 سالن واري نوڪريءَ ۾ غريب ماڻهن جا تمام گهڻا ڪم ڪيائين. پنهنجي نوڪريءَ دوران غريب ماڻهن ۽ هارين سان ٿيندڙ زيادتين ۽ ويساهہ گهاتين جو جائزو وٺندو رهيو. سندس دل ۾

وڏيرن، جاگيردارن، وڏن زميندارن ۽ وڏن آفيسرن جيڪي غريب عوام کان پري هئا، تن کان نفرت ٿيندي وئي، انهيءَ ڪري پاڻ استعفيٰ ڏئي ڇڏيائين. 18 سالن جي نوڪريءَ ۾ پاڻ سنو نالو ڪيائون. جتوئي صاحب 27 ورهين جي ڄمار ۾ شادي ڪئي. پنهنجي گهر واريءَ کي پردي کان پاسو ڪرايائين ۽ انهن ٻنهي گڏجي سٺي زندگي بسر ڪئي، ڪيس پنهنجي هن گهر واريءَ مان 5 پٽ ٿيا. پهريون مصطفيٰ حيدر، ٻيو مظهر علي، ٽيون داڏن خان، چوٿون حاتم ۽ پنجون انجنيئر مرتضيٰ.

ڪامريڊ جتوئي سياست ۾ اچڻ کان پوءِ انڊين نيشنل ڪانگريس، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيو. هو ڪميونسٽ پڻ هو، سنڌيءَ ۾ سندس شاعري ڪافي ڇپيل آهي. جتوئي صاحب پنهنجي دؤر ۾ سنڌ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. جتوئي صاحب 69 سالن جي ڄمار ۾ 21 مئي 1970ع تي خميس جي منجهند جو سوا ٽين وڳي پنهنجي گهر حيدر منزل، حيدر چوڪ ڳاڙهي کاتي ۾ وفات ڪئي. جتوئي صاحب سنڌ جي هڪ مشهور حڪمران غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري ۾ مدفون آهي.

جتوئي صاحب سنڌ جي حقن جي باري ۾ انگن اکرن جي ذريعي جيڪا ويڙهه ڪئي، تنهن جي سلسلي ۾ هن انگريزيءَ ۾ 27 پمفليٽ ۽ سنڌيءَ ۾ 16 پمفليٽ ڪڍيا ۽ ڇپرايا. ان کانسواءِ ڪيترائي ڪتاب، ننڍا مضمون، شاعري ۽ اخبارن ۾ مضمون، ڊراما، ڪورٽن ۾ پٽيشنون ۽ سرڪار ڏانهن لکيل خط شامل آهن. بقول سائين محمد ابراهيم جويو صاحب جي تہ جتوئي صاحب کي دنيا جي تمام اهم ترين پمفليٽ لکندڙن جهڙوڪ مارٽن لوٿر، ٿامس پين، والٽيئر ۽ انگرساڻ سان ڀيٽي سگهجي ٿو.

جتوئي صاحب کي سندس زندگيءَ دوران ۽ وفات کانپوءِ ڪيترن ئي ماڻهن خراج عقيدت ۽ خراج تحسين پيش ڪيو آهي، جن ۾ جي ايم سيد

ڪامريڊ چو اين لائي، سوڀو گيانچنداڻي، محمد ابراهيم جويو، غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، شيخ مجيب الرحمان، مولانا ڀاشاني، سراج الحق ميمڻ ۽ ننڍي ڪنڊ جا ٻيا ڪيترائي انيڪ ماڻهو شامل آهن. محترم جي ايم سيد ڪيس پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ ڏک عاليشان، باهمت، باضمير ۽ سچو انسان سڏيو آهي.

هيءُ ڪتابچو

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ

جي 38هين ورسي 21 مئي 2008ع جي موقعي تي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

ادارو

# ليکڪ بابت

پروفيسر اعجاز قريشي سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب، جاڪوڙي، سماج سڌارڪ ۽ ثابت قدم سياسي ڪارڪن رهيو آهي. هن سنڌ جي ادب، تاريخ، ٻوليءَ ۽ فلاح بهبود توڙي ترقيءَ واري ميدانن ۾ اهم ڪم ڪيو آهي. هو پروفيسر طور 28 سال سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊائريڪٽر سنڌ ڊولپمينٽ اسٽڊيز ۽ ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف بزنس اسٽڊيز رهيو آهي، ان کانسواءِ نيشنل رورل سپورٽ پروگرام ۽ سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جو جنرل مئنيجر پڻ رهي چڪو آهي. پروفيسر قريشيءَ جي ڪم جي حصي ۾ لڳ ڀڳ ويهارو ڪن ڪتاب آهن، جيڪي ادب، سياست، سماجيات، اقتصاديات، تاريخ ۽ ٻوليءَ کان وٺي سماجي ترقيءَ تائين پنهنجي پاڻ ۾ موضوعن جي وسعت رکن ٿا. ان کانسواءِ سنڌ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ گذريل ٽن ڏهاڪن کان سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي وقتائتي نموني لکندو رهيو آهي. هن پنهنجي ڪيريئر ۾ ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر دنيا جا دورا ڪيا آهن، جن ۾ ڪيتريون ئي ڪانفرنسون ۽ سيمينار شامل آهن ۽ هن مختلف موضوعن تي ڪيترائي ليڪچر پڻ ڏنا آهن. هن وقت پروفيسر قريشي سنڌ ۾ آبپاشي نظام جي سڌارن تي ڪم ڪري رهيو آهي.


Address: 88, Muslim Housing Society Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Phone: +92-222-653139
Cell: +92-(0)300-3040737
qureshiaijaz@yahoo.com

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بـ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نـ آهي. جيڪڏهن ڪو بـ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـ پَـڪَ ڄاڻو تـ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تـ پَڪَ ڄاڻو تـ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بـ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جـي مـدد ڪَـرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيـٽـائِيز digitize ڪـرڻ جي عَمـلَ مـان ڪـو بـ مـالي فائدو يا نفعـو حاصـل ڪـرڻ جي ڪـوشش نـ ڪـئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيـڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تـ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪـو بـ لاڳاپو نـ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليگَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)